# رياضي

سوال 1: قدرتي عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : 1، 2، 3، 4، 5، 6، 7، 8، 9 .
سوال 2: ٻڌي عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : 0، 2، 4، 6، 8.........آ
سوال 3: اِڪي عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : 1، 3، 5، 7، 9، 11، 13، 15........
سوال 4: مفرد عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : اهڙا عدد جن جا ونڊيندڙ فقط به هجن. هڪڙو 1 ۽ ٻيو پنهنجو پاڻ. مثال : 2، 3، 5، 7، 11، وغيره.
سوال 5: مرڪب عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : اهڙا عدد جن جا ونڊيندڙ ٻن ڪان وڌيڪ هجن. مثال : 4، 6، 8، 9، 10، 12 وغيره.
سوال 6: مفرد ٻڌي عدد ڪهڙو آهي؟
جواب : 2.
سوال 7: جوڙ جو عمل ڇا آهي؟
جواب : ٻن عددن يا مقدار جو جوڙ اِيت معلوم ڪرڻ.
سوال 8: ڪٽ جو عمل ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ٻن عددن جي وچ ۾ فرق معلوم ڪرڻ.
سوال 9: ضرب جو عمل ڇا آهي؟
جواب : ساڳئي عدد کي وري وري جوڙ ڪرڻ کي ضرب جو عمل چئبو آهي.
سوال 10: ونڊ جو عمل ڇا آهي؟
جواب : ورهاست جو عمل آهي.
سوال 11: مڪاني ملهه ڇا آهي؟
جواب : عدد ۾ انگ جي جڳهه جي مطابق قيمت.
سوال 12: اٽپور ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : اٽپور معنى اٽپورو. پگَل، ٽٽل ۽ اٽپورن انگن کي اٽپور چئبو آهي.
سوال 13: اٽپور جا قسم ٻڌايو؟
جواب : اٽپور جا به قسم آهن. 1. عام اٽپور 2. ڏهائي اٽپور.
سوال 14: عام اٽپور جا قسم ٻڌايو؟
جواب : چار قسم آهن. 1. اڪائي اٽپور. 2. واجب يا سبتو اٽپور 3. غير واجب يا ابتو اٽپور 4. مرڪب يا گڏيل اٽپور.
سوال 15: اڪائي اٽپور ڇا آهي؟
جواب : اهڙو اٽپور جنهن ۾ انس هميشه هڪ جي برابر هجي. مثال : $\frac{1}{2}$ ، $\frac{1}{4}$ ، $\frac{1}{5}$
سوال 16: واجب يا سبتو اٽپور ڇا آهي؟
جواب : اهڙو اٽپور جنهن ۾ انس ننڍو هجي ۽ چيد وڏو هجي . مثال : $\frac{1}{2}$ ، $\frac{3}{4}$ ، $\frac{7}{11}$
سوال 17: غير واجب يا ابتو اٽپور ڇا آهي؟
جواب : اهڙو اٽپور جنهن ۾ انس وڏو هجي ۽ چيد ننڍو هجي. مثال: $\frac{5}{2}$ ، $\frac{7}{4}$ ، $\frac{9}{5}$
سوال 18: مرڪب يا گڏيل اٽپور ڇا آهي؟
جواب : اهڙو عدد جنهن ۾ سچا عدد به هجن ۽ سبتو اٽپور به هجي. مثال : $1\frac{1}{2}$، $2\frac{3}{4}$، $5\frac{1}{6}$
سوال 19: هم چيد اٽپور ڇا آهي؟
جواب : اهڙا اٽپور جنهن جا انس ته مختلف هجن پر چيد هڪ جهڙا هجن. مثال : $\frac{2}{6}$ ، $\frac{5}{6}$ ، $\frac{3}{6}$
سوال 20: غير هم چيد اٽپور ڇا آهي؟
جواب : اهڙا اٽپور جن جا چيد مختلف هجن. مثال : $\frac{1}{2}$ ، $\frac{2}{4}$ ، $\frac{7}{9}$
سوال 21: وڏو عام پورو ونڊيندڙ ڇا آهي؟
جواب : اهو وڏي ۾ وڏو عدد جنهن سان مليل عددن کي پورو ونڊي سگهجي.
سوال 22: ننڍي عام پچ اپت ڇا آهي؟
جواب : اهو ننڍي ۾ ننڍو عدد جنهن کي مليل عددن سان پورو ونڊي سگهجي.
سوال 23: شمسي ڪئلينڊر ڇا آهي؟
جواب : اهو ڪئلينڊر جنهن ۾ تاريخون سج جي چوڌاري زمين جي گردش ڪري ٺهن ٿيون.
مثال : عيسوي ڪئلينڊر جنهن ۾ 365 ڏينهن ٿين ٿا.
سوال 24: قمري ڪئلينڊر ڇا آهي؟
جواب : جواب : اهو ڪئلينڊر جنهن ۾ تاريخون چنڊ جي زمين جي چوڌاري گردش ڪرڻ سان ٺهن ٿيون.

مثال : هجري يا اسلامي ڪئليندر جنهن ۾ 354 ڏينهن آهن.
سوال 25: ليپ سال ڇا آهي؟
جواب : اهو عيسوي ڪئليندر جنهن ۾ 366 ڏينهن آهن. ليپ سال هر چوٿين سال ٿيندو آهي.
سوال 26: ڳوني ڪنڊ ڇا آهي؟
جواب : اها ڪنڊ جيڪا پوري 90 درجن جي هجي.
سوال 27: سوڙهي ڪنڊ ڇا آهي؟
جواب : اها ڪنڊ جيڪا 90 درجن کان گهٽ هجي.
سوال 28: ويڪري ڪنڊ ڇا آهي؟
جواب : اها ڪنڊ جيڪا 90 درجن کان وڌيڪ هجي.
سوال 29: گراف ڇا آهي؟
جواب : اها شڪل يا تصوير جيڪا گڏيل مواد ڏيکاري.
سوال 30: شعاع ڪيئن ٺهندو آهي؟
جواب : ليڪ ٽڪر جي هڪ ڇيڙي تي تير جو نشان لڳائڻ سان شعاع ٺهندو آهي.
سوال 31: مايي جو ايڪو ڇا آهي؟
جواب : گرام.
سوال 32: گنجائش جو ايڪو ڇا آهي؟
جواب :لٽر.
سوال 33: مايو ڇا آهي؟
جواب : ڪنهن به شيءِ ۾ سمايل مادي جي مقدار کي مايو چئبو آهي.
سوال 34: چورس ڇا آهي؟
جواب : اهڙو چوڪندو جنهن جون چار ئي ڪندون برابر هجن ۽ هر ڪنڊ ڳوني ڪنڊ هجي.
سوال35: هڪ سينٽي ميٽر ۾ گهڻا ملي ميٽر هوندا آهن؟
جواب: سينٽي ميٽر ۾ 10 ملي ميٽر هوندا آهن.
سوال36:هڪ ميٽر ۾ گهڻا سينٽي ميٽر آهن؟
جواب: هڪ ميٽر ۾ 100 سينٽي ميٽر هوندا آهن.
سوال37: هڪ ڪلوميٽر ۾ گهڻا ميٽر آهن؟
جواب: هڪ ڪلو ميٽر ۾ 1000 ميٽر هوندا آهن.

# جاميٽري

سوال1: جاميٽري (Geometry) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: زمين جي ماپ جي علم کي جاميٽري چئبو آهي.
سوال2: جاميٽري ڪهڙي ٻولي جو لفظ آهي؟
جواب: جاميٽري لاطيني ٻولي جو لفظ آهي. جيڪو ٻن لفظن جو ميلاپ آهي. جيو معني زمين. ميٽري ماپ.
سوال3: ٽپڪو (Point) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ڪنهن جاءِ جي بيهڪ ظاهر ڪندڙ نقطي کي ٽپڪو چئبو آهي.
سوال4: ليڪ ٽڪر ڇا کي چئبو آهي
جواب: ٻن ٽپڪن جي وچ واري رستي کي ليڪ ٽڪر چئبو آهي.

مثال: A ليڪ ٽڪر B

سوال5 شعاع (RAY) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ٽپڪن جو اهڙو رستو جنهن جي منڍ جي خبر هجي پر ڇيڙي جي خبر نه هجي ان کي شعاع چئبو آهي.

مثال: A شعاع B

سوال6: ليڪ (LINE) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ٽپڪن جو اهڙو رستو جنهن جي منڍ ۽ ڇيڙي جي خبر نه هجي ان کي ليڪ چئبو آهي.

مثال: A ليڪ B

سوال7: ڪنڊ (ANGLE) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙي جاءِ جتي ٻه ليڪون هڪ ٻئي کي ڪٽين ته ان جاءِ کي ڪنڊ چئبو آهي.
مثال:

سوال8: ڪنڊن جا ڪيترا ۽ ڪهڙا قسم آهن؟
جواب: ڪنڊن جا 5 پنج قسم آهن.

1. سوڙهي ڪنڊ 40
2. گوني ڪنڊ 90
3. ويڪري ڪنڊ 120
4. سڌي ڪنڊ
5. ابتي ڪنڊ 210

سوال9: سپليمينٽري ڪنڊون ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙيون به ڪنڊون جن جو جوڙ 180 ڊگري هجي انهن کي سپليمنٽري ڪنڊون چئبو آهي.
مثال: سپليمنٽري ڪنڊون

سوال10: ڪامپليمينٽري ڪنڊون ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙيون به ڪنڊون جن جو جوڙ 90 ڊگري هجي انهن کي ڪامپليمينٽري ڪنڊون چئبو آهي.
مثال: ڪامپليمينٽري ڪنڊون

سوال 11: ٽڪنڊو (Triangle) ڇاکي چئبو آهي؟
جواب: اهڙي بند شڪل جنهن کي ٽي ڪنڊون ۽ ٽي پاسا هجن ته ان کي ٽڪنڊو چئبو آهي.
مثال : ٽڪنڊو

ٽڪنڊي جا قسم:

| پاسي جي لحاظ کان | ڪُنڊن جي لحاظ کان |
|---|---|
| 1. اپور پاسو ٽڪنڊو. | 1. گوني ڪنڊ ٽڪنڊو. |
| 2. ٻيور پاسو ٽڪنڊو. | 2. سوڙهي ڪنڊ ٽڪنڊو. |
| 3. اٽيور پاسو ٽڪنڊو. | 3. ويڪري ڪنڊ ٽڪن |

سوال12: چوڪنڊو (sqare) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙي بند شڪل جنهن جون چار ڪنڊون ۽ چار پاسا هجن ته ان کي چوڪندو چئبو آهي.
مثال: چورس

چڪنڊي جا قسم: 1. چورس 2. مستطيل 3. پور وچوٽ پاسو چوڪندو
4. رامبس 5. ٽريپرم 6. لغڙ

سوال13: چورس (Square) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙو چوڪندو جنهن جا چارئي پاسا ماپ ۾ برابر هجن ۽ چارئي ڪندون گونيون هجن ان کي چورس چئبو آهي.
سوال14: مستطيل (Rectangle) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙو چوڪندو جنهن جا آمهون سامهون وارا پاسا پاڻ ۾ برابر هجن ۽ چارئي ڪندون گونيون هجن ته ان کي مستطيل چئبو آهي.

مثال: مستطيل

سوالe15: گول (Circle) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: ٽپڪن جو اهڙو رستو جيڪو مرڪز جي چوڌاري هڪ جيتري مفاصلي تي ڦري اچي ته ان کي گول چئبو آهي.

مثال: مرڪز

سوال16: مرڪز (Center) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: گول جي وچ واري ٽپڪي کي مرڪز چئبو آهي.

سوال17: قطر (Diameter) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: اهڙو سڌو ليڪ ٽڪر جيڪو گول کي ٻن برابر حصن ۾ ورهائي ته ان کي قطر چئبو آهي.

مثال: قطر

سوال18: نيم قطر يا ريڊاس (Radius) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: اهڙو سڌو ليڪ جيڪو گول جي ڪنهن به ٽپڪي کان نڪري مرڪز تائين پهچي ته ان کي نيم قطر چئبو آهي.

مثال: نيم قطر

سوال19: احاطو (Perimeter) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: ڪنهن به بند شڪل جي پاسن جي ڳڏيل ماپ جي جوڙ کي احاطو چئبو آهي.

سوال20: ايراضي (Area) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: ڪنهن به بند شڪل جي والاريل علائقي جي ماپ کي ايراضي چئبو آهي.

(ختم شده)